# لڙيو سج لڪن ۾

شاعري

شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ
1988ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سئو ۾

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

ٻيو ايڊيشن — جنوري 1988ع

قيمت — 20/- رپيا
آفسيٽ پيپر ۽ پڪي جلد سان — 35/- رپيا

(سڀ حق ۽ واسطا قائم)

---

LARYO SIJJ LAKAN MEEN (Poetry) written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, TandoWali Mohammed Hyderabad Sind.Pakistan First Edition February 1980. Second Edition January 1988. Price Per Copy Rs. 20/-

---

هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن فيبروري ١٩٨٠ع ۾ محمد ابراهيم جويي، صدر سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي پريس، حيدرآباد مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## ٻئين ايڊيشن جي

# ناشر طرفان

شاعر شيخ اياز، ١٩٧٥ع جي شروع کان حالتن جي زد ۾ رهيو، ۽ خاموش رهيو.

باز گشتم از سخن زيراڪ نيست
در سخن معني و در معني سخن (فيضي)

آن کان پنج سال اڳ، ١٩٧٠ع ۾، ”ڪپر ٿو ڪُن ڪري“ جي تخليق کان پوءِ، ١٩٧٤ع جي آخر تائين، هُن منظوم سنڌي ڊراما ”ڀڳت سنگهه کي ڦاسي“ ۽ هيءُ زير نظر شعري مجموعو ”لڙيو سج لڪن ۾“ اسان کي ڏنا. آنهن پنجن سالن ۾ هن ”نيل ڪنٺ اور نيم ڪي پتي“ جي عنوان سان ڪيئي اعليٰ اردو گيت ۽ نظم به تخليق ڪيا، جي اڃا شايع ٿي نه سگهيا آهن. پر آن کان پوءِ، گذريل پنج سال، هن جي شاعريءَ جي ”بيوفا سريت“ هن کان رٺل رهي ۽ اسين هن جي هر طرح جي شعري تخليق کان محروم رهياسين. هيءُ عرصو هن جو ڌيان، البت، پنهنجي سنڌي شعر جي پنجابي ۽ اردو ترجمن ڏانهن رهيو، جيڪي پوءِ ڪتابي صورت ۾ الڳ الڳ ”جو ٻيجل ني آکيا“ (مترجم- احمد سليم) ۽ ”حلقه ميري زنجير ڪا“ (مترجم- فهميده رياض) جي نالن سان شايع پڻ ٿيا. هن عرصي ۾ هُن ڪافي ڪجهه منصبي نوع جا مضمون به سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ لکيا ۽ پڻ ڪيئي تقريرون ڪيون، ۽، آن سڀ کان وڌ، هڪ تاريخي ناول لاءِ مواد به ڪٺو ڪيو، جو هاڻي وٽس زير تصنيف آهي. هُن جي هنن پنجن سالن جي آن بي ڪيف جاکوڙ مان اسان جي لکئي ۾ شايد آن ناول جي امڪان جي ليک ئي آيل هجي— ۽ آن کي به اسين پنهنجي لاءِ وڏي هڪ نعمت شمار ڪنداسين.

هيءَ شعري مجموعو، ”لڙيو سج لڪن ۾“، جيئن اَن جي نالي مان پڌرو آهي ۽ پڻ اَن جي فهرست ۾ آيل واين جي هر ابتدائي پد مان ڏسي سگهجي ٿو، شاعر جي انتهائي نراسائيءَ جي ڪيفيت جو ترجمان آهي؛ باڪ نراسائيءَ کان وڌيڪ، پڙهندڙ کي، شايد، اَن جي ڪيفيت ناخوشيءَ يا ناراضپي جي محسوس ٿئي- ناخوشي يا ناراضپو، شديد کان شديد، ايترو شديد، جو اَن کان وڌ ڪنهن وصال جي تانگهه، ڪنهن تبديل جو اُمنگ ۽ اَن وصال يا اَن تبديل لاءِ وڌيڪ بيءَ ڪنهن تيز آس جو اظهار شايد ٿي ڪو ٿي سگهي.

”مون کي منهنجي جيئري ملڻو ناهين مور —
پُنءِ ياري، گهر ڏور ....
”پوءِ بہ ڦان ڇانوَ آ پرين تنهنجو پور —
پُنءِ ياري، گهر ڏور ....“
(ص ٨٦)

اياز جي شعر جو هيءَ مجموعو هن جي واين جو مجموعو آهي، ۽ سڄي سنڌي ادب ۾ شايد ۽ جديد سنڌي ادب ۾ يقينن هيءَ پهريون خالص واين جو مجموعو آهي، جو شايع ٿي رهيو آهي. هن مجموعي ۾ جملي ڇاهٺ وايون آيل آهن — ۽ اُميد آهي تہ اسان جا ادب شناس ۽ نڪتہ سنج، محترم ۽ لائق پڙهندڙ ڏسندا تہ اَن جي هرڪ وائي ۽ هر وائيءَ جي هرهڪ مصرع هڪ روشن لڙهي آهي، جنهن ۾ معنيٰ ۽ جذبي جا موتي پوتل آهن.

دل هر قطره را گر برشگافي
برون آيد آزو صد بحر صافي (فيضي)

حيدرآباد سنڌ
١-٢-١٩٨٠ع

# فهرست

لـــڙهو لڄ لڪن ۾ راسيون رتـــاڳين
مون کي مارياڳين انهون اونداهي ڪري
—شاهه

# وايُون

○

ووڙيندي مون وات

لٽو سج لڪن ۾.

چپر منجهه چُپي ويا، لوئين اوچا ڪاٺ.

لٽو سج لڪن ۾

ڪيڏو اهڪو پنڌ هو، نه ڪا چانو نه ڇات.

لٽو سج لڪن ۾.

اونداهي ۽ اوجهرو، ڪرڪُو جيئن جات.

لٽو سج لڪن ۾.



○

کوبہ نہ آيم کيّ
آوتـِـي ٿن جي آڏِ-
ڇپرُ ڪالهہ ڇڏي ويا

وَرِ وَرِ ڏيندم ڪيترا
اوتـِـي ڳوٺـِـي وڏِ!
ڇپرُ ڪالهہ ڇڏي ويا

آءَ، آهي ٿي ڏاڪڙا،
هُو جي ڏونگرَ ڏَڏِ-
ڇپرُ ڪالهہ ڇڏي ويا



○

هُو جي ڪالهہ تَڏي
ڇَپّر مَنجهہ ڇڏِي
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

هاء ، ويا هُــو قافلا
کهڙيء لوء لــڏِي !
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

آڏَرِ اوري نِــجهــرا
آڏيء راتَ آڏِي
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

جن جا پيرا پُــوڄيا
مُنهنجي جيء جڏِي
کُهہ جاڻان، ڪاڏي ويا !

واڪا واڪا واء ماڻ
تــِي اَڄُ سُڄّ سڏِي
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

ګوزها روکي ګولیان
جبل، جاء ته ذي!
که جانان کاذي ویا!





اَڄُ تہ ٻُڌِي ويا ٻوڪ
اونده انڌوڪار ۾

راهو* جڏهن رڙڪي پيو
ڪِر مان ڪيِي ڳوڪ
اونده انڌوڪار ۾

ڪيچڙ ۾ ڪيڙا لڳا
سڀ ڪان سَڳَرُ ٽوڪ
اونده انڌوڪار ۾

آيري ايندو اوچتو
نيٺ تہ نيزي نوڪَ
اونده انڌوڪار ۾





* راهو= هندو ديومالا جو هڪ دئيت، جو سج ۽ چنڊ کي رڙڪي ويندو آهي.

○

موتَ ڪيا سَڀُ مٰاتِ
هُوندا ڪيرِ حياتِ۔
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان ؟

تارَن ٻُنءِ سانتِي چِڪي
نِيچُ نڪـر جي راتِ۔
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان ؟

ڪيسين سُپنا سِجَّ جا
وائـِي سانئِي واتِ !
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان ؟

اونـدهہ انڌُوڪارَ ۾
آءٌ ، ڏُکوئي ڏاتِ۔
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان؟



○

ڪاريهر جو پَڪُ
ڏُکِيَ ننڊَ ڏُهاڳَ جِي

چَنڊُ پَتيهِي عاج جي
ڪِلُ ڪِل پوڙهو ڪَڪُ.
ڏُکِيَ ننڊَ ڏُهاڳَ جِي

وِهُ ساگر ۾ ويو بُڏي
چڙ ته سهُائو پَڪُ.
ڏُکِيَ ننڊَ ڏُهاڳَ جِي

رات گُهري راڪاس جان
ننڊَ نِدوري بَڪُ.
ڏُکِيَ ننڊَ ڏُهاڳَ جِي

○

توڙي پونيءَ دَرَ،

نِنڊَ اَچي ٿِي ڪانہَ تِي!

ڳورا ڇَپَرَ پيارَ جا

پَڪِيءَ گهايَلَ پَرَ،

نِنڊَ اَچي ٿِي ڪانہَ تِي!

پويان پاڇا رات جا

ڪاريھَر جــا ڪَرَ،

نِنڊَ اَچي ٿِي ڪانہَ تِي!

آف! هِي آپِي وڏجو

ڏيرو، آن جـِي ڏرَ،

نِنڊَ اَچي ٿِي ڪانہَ تِي!

اورانهين جا آڪسٽا
ڏُورانهين جا ڏَرَ،
ننڍ اچي ٿي ڪانهِ تِي!

سُپنا مُنهنجي ساهه جا
ڪنهن کي تُنهنجي ڪَرَ!
ننڍ اچي ٿي ڪانهِ تِي!



○

مُـيـوُن مـالهٽيوُن
سکا موتئي گَجرا

آيا ڏينهَن ڏُهاڳَ جا
چوڻيون چڪ تيـون،
سُکا موتئي گـَجـرا

نوڙي ڪيڏيون نندڙيون
چوڏينهَن چندَ نيوُن!
سُکا موتئي گـَجـرا

کُههِ چاڙهون ايندا ڪڏهن،
ڪيسين جـاڙَ جيوُن!
سُکا موتئي گـَجـرا



ڪُنا رات ڪَــلال،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

رات نہ ڍاڪر پيار جي
چَندُ نہ ڪنهن جي ڍالَ!
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

پيٽَ ڪي پوَٽو ڪَيو
جِيئَڻ جــي جنجالَ،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

سَــان مَتّــن هَــتڙا
سيڪي تّيــا سالَ،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

وَرنهَ ولِهه وهانئيا
موُڙها مائيءَ لال،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

ٻَهَ ٻهَ ڪَن ٿا ٻاٽَ ٻر
هاٿي چورَ چَنبالَ،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي.





پينر! ڪهڙو پت؟
چلندي ڪيئن ليت
مون کي گيت نہ آئڙي

راوڻ جهڙيءَ رات ۾
ڪنهن کي سيعار سلت؟
مون کي گيت نہ آئڙي

ڪهڙو ڪينر کي ڏيان
آديءَ جو آئت؟
مون کي گيت نہ آئڙي

پڙ ڪايان ڪنهن باهہ سان
پنهنجو تارونءَ تت!
مون کي گيت نہ آئڙي





ناهي ســـوتُ مَيارَ
ووء ميان، وو، وو ميان!

صليبن جـي سامُهون
كيڏِي آهه قطـارَ!
ووء ميان، وو، وو ميان!

لُريءَ ۾ لڙكن پيا
كَنڌَ نِـوايـل يــار،
ووء ميان، وو، وو ميان!

آهـــن آڏَ ڦُـلارَ ۾
كيــڏا كپيل ڏارَ!
ووء ميان، وو، وو ميان!

لالُ لهوءَ ۾ لوَنڊڙيون
كيڏا كِيرَ كَپارَ!
ووء ميان، وو، وو ميان!

آگهو ميان اکيون
پوي جئن نہ پچارَ!
ووء ميان، وو ، وو ميان !

سانيي رکو ساهہَ ۾
پنهنجا قولَ قَرارَ!
ووء ميان، وو ، وو ميان !



٥

## ڪارونجهر تي ڪارِي راتِ -

اونداهو آڪاسُ مٿان، ڪنهن ٿاري ناهي تات!
ڪائِي پَکَّ پُڪار نہ آئِي، لُنءَ لُنءَ ڳولي لات!
ڪالهہ ڏٺاسين ڏِيٺا ڏِيٺا، مورَ ٿيا جي ماتِ.
شالَ ورِي ڪا ڪُوڪَ ڪَناري، چيرِي چُپِّ چُپات!



○

هو جي سيڻ ڪيام
ڪهڙيءَ واٽ ويام؟ ن
آءُ تہ پُنس پَنڌَ پر!
جاڳي جاڳي، جيئڙي
ڪا جا جهپ لڳام
آءُ تہ پُنس پَنڌَ پر!
ڪُهہ جاڻان هِن ڪوهِہ
پُنهونءَ سَڌِ سٽيام!
آءُ تہ پُنس پَنڌَ پر!
هِت هُت هوتَ پروچ جا
پرجهي پيرَ ڪنيام،
آءُ تہ پُنس پَنڌَ پر!
دُوري هُن جي ديسَ جي
سوچي نيڻَ پِنام،
آءُ تہ پُنس پَنڌَ پر!



○

ڪِٽُن ڪو ڪُوڪارِي-

مِڙنِي ماٺِ اَچِي وِئي

ڏَنوئيون ڏِڳ چڙِي ويا ، ڳَٽُ ٻه نَي ڪاري-

مِڙنِي ماٺ اَچِي وئي

آهي ڏوڙُ ڏسالَ تـي ، هرڪنهن اوتارِي-

مِڙنِي ماٺ اَچِي وئي

واڪي وَسُ چـڙِي ڏنو ، نعرِي ناڪارِي-

مِڙنِي ماٺِ اَچِي وئي

هيلَ تـ سائو پنُ پِئي ، ڪوڏ چڙهيو ٻاري!

مِڙنِي ماٺِ اَچِي وئي

آهي ڪانئِي چِٽنگ جـاَ ٻارڻ ڪي ٻاري ؟

مِڙنِي ماٺِ اَچِي وئي

آهي ڪو ڪوهيارُ جو ڏُونـگر ڪي ڏاري؟

مِڙنِي ماٺ اچِي وئي

ڏُيڻ جڏهن ڏڏڪي پيو، ڪيرُ ڪِهري ڳاري؟
مِڙني ماٺ اچي وئي
ڇِپوُن ڪيهَرَ ڪَرُ ٽيون، ڇيله ڍِڪي ڇاري-
مِڙني ماٺ اچي وئي
ڄَڻُ ڪا ڏائڻ ڏيهه ڪي پيئي ڏهڪاري-
مِڙني ماٺ اچي وئي
هِيءَ وَسيهَر وِهُه ڏئين، ماري يا ڪاري-
مِڙني ماٺ اچي وئي
چوڻ چڏين ڏو ڏون به اڄ وائيءَ ڪي واري!
مِڙني ماٺ اچي وئي





لڦُون لالُ ليارَ،

ڪيرُ چُميندو چاهہَ مان؟

ڳولي لِين ڪونہ ٿا، ڪُلهي ڪوڏيا يارَ.

جوٺي جَڳ جي او ميان ڪھڙي سارَ وِسارَ!

توڙي ڏونگرَ ڏاڪڙا، پنڌَ، پَراهان پارَ،

ڏاهي ڏُکَ نہ آئُڙيا ويڳاڻا ويچارَ،

مان ۽ سُنهنجوِ پنڌڙو، ٻي ڪنهن ڪوهہ ميارَ!



آڌُر پکيئڙا يارَ

پُنا پولڻَ ڏينهڙا

ڪَيئہ ڪيڏيءَ اوڪَ سان اندر جي اُپٽارَ!
آيِرِي اُتَر وَڄُ جان پوليئہ پولٿهارَ!
تَلُ ترايون چمڪيون وُتا مينگهہ مَلارَ
ڪيڏا وَڏَ وجهي وٺي تنهنجي ڪَنتَ ڪَنارَ!
سارُو توتِي موهيا ڊِاڻِي ڊِنگهَرن ڊارَ
چُوڻي-چنتا تي کُتا وَڳَر جا ويچارَ
رِيت نِيائِي رُتِ سان تنهنجِي آپ آڌارَ
مَرندي تائين مُند کان پَلِي تو نہ پُڪارَ
پُنا پولڻَ ڏينهڙا، آڌُر پکيئڙا يارَ!



○

## ويلو وِڄ ڪيوم

پَنڌُ پرينءَ جو ڀرتي ٿي ويو
ڪوهَہ اڳي ڪان اوچا ٿي ويا
ڪَهہ ڀر سِڄُّ ٻُڌوم،

پنڌُ پرينءَ جو ڀرتي ٿي ويو
ڏُونگَرَ ڏادِ اڳي ڪان اڳرا
جنءَ جنءَ ڏِيلُ ڏريوم،

پنڌُ پرينءَ جو ڀرتي ٿي ويو
پَٽَر مان پڙلاءَ تہ آيو
ڇا، ڪنهن سَڏ ٻُڌوم!

پَنڌ پرينءَ جو ڀرتي ٿي ويو



○

رڳُ ڏنائون راتِ،
وهائيءَ پرڀاتِ،
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

ڪُهنبا ڀائي ڪاٺيون
سورٺيون ڪَن ماتِ۔
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

اوچَڻَ وَڻَ ولاتَ جا
تاڃِي ڏيهي ڏاتِ۔
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

وائِي لالُ لبيس جي
گهرَ گهرَ ونيءَ واتِ۔
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

جاڳي ساريون راتڙيون
جرڪي جن جي ذات،

ڪِٽي ڪُنبُ چڙهي ويا



○

ڌرتي! ڪوئـِي دانُ؟
مون کان گيتَ رُسي ويا
ڪَينِدي ڏينهن لڳِي ويا
ڪُڪِّ منجهاران ڪانُ.
مون کان گيتَ رُسي ويا
وَر وَر ٻُنيي ٻاهـران
سوٽِي ويــو مهمانُ.
مون کان گيتَ رُسي ويا
ڳُوندرَ گينواڙِي چِڙي
مُنهنجي سُرت سُجانُ.
مون کان گيتَ رُسي ويا
ڪنهن کي آهي پسائيان
آندر جــو ارمانُ!
مون کان گيتَ رُسي ويا



○

ڏينهن تہ آهي ڏنبُ،
سان ۽ جيئڻ جنبُ،
تو بن رات نہ آئڙي

مُرڪي بيٺو سُون مٿان
تولئہ تاتي چنبُ،
تو بن رات نہ آئڙي

ڪيسين هرَ هرَ هيڪلو
ماٺهو گهوري سنبُ،
تو بن رات نہ آئڙي

جي تون سرچين ساڄٽان
گهوريان آءٌ گهمنبُ،
تو بن رات نہ آئڙي





جيڏيون! جنهن ويرا
واءِ لٽيا پيرا،
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!

توڙي ڏونگرَ چوٽَ تي
ڏاگهن جا ڏيرا،
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!

پَٽُ لڳي ٽو پَٽّ جان،
کهڙا کانديرا!
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!

پينر! هن پنيور جا
ساٿهو سڀ سيرا،
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!



○

سَاريم سَپُ چمارُ
پرت وَندن جا پارَ،
ڏٺي لهندم ڏُکڙا

اکڙين جُهڙُ جهمِي پيا،
آئي سُندَ ملارَ،
ڏٺي لهندم ڏُکڙا

ڏورانهين ۾ ڏيئَڙا
سانگيئَڙن جي سارَ،
ڏٺي لهندم ڏُکڙا

ڌاريا ٿِي جيڪي ٿيا
مون کان مونُ نہ ڌارَ،
ڏٺي لهندم ڏُکڙا



○

آچُ، آچُ گهوُري گهاء!
تو بِن چَين نہ آئيو
چيري چَندن ڪاٺَ جئن
مون کي آج مَهڪاءِ!
تو بِن چَين نہ آئيو
ڪيري وِچُّ وجود تي
جَر ۾ سَپُ جرڪاءِ!
تو بِن چَين نہ آئيو
آڌيءَ رات آڱار تي
مُنهنجا آنگ نچاءِ!
تو بِن چَين نہ آئيو
ڪيسين ساز سُتا رَهن
ڳاءِ، وري آج ڳاءِ!
تو بن چَين نہ آئيو



○

وارِي پنهنجو پاڻُ،
آءُ آمرُ ٿِي گيت ڳا!

ڪَرمنڊلُ ۽ ڪِينرو
سانپ نہ ٻيٺي ساڻُ،
آءُ آمرُ ٿِي گيت ڳا!

راڳُ رکيو گھرُ پاڳَ ڪان،
جَر ٿي سيڪجهہ جاڻُ،
آءُ آمرُ ٿِي گيت ڳا!

جهوسر تارا جيءَ ۾
ذنگو جيئن نياڻُ،
آءُ آمرُ ٿِي گيت ڳا!

تو لئہ ٻيو سَبُ ڪارِڙي
مدائيءَ جو ساڻُ،
آءُ آمرُ ٿِي گيت ڳا!

سَنسو ساڪَ ڪُساڪَ جو
ايـــائـــن آمـــچــائُ،
آءَ آمرُ ڏي گيت ۾!



○

ڪيــچَ وَٽَـــن ڪـُونـجــونُ –
شام لٿي آهي

واريءَ سنجهہ وڃائيا تُنهنجا پيرا سونُ –
شام لٿي آهي

آءَ آئين ڏي پنڌ ۾ توڙي پيرَ پٿون –
شام لٿي آهي

اڳريون آهن اڳ، ڪان ڏونگرَ ڏاڍيونُ –
شام لٿي آهي

ڪيڏو ڏورُ لڳين، پيو ويجهو هوندين تون !
شام لٿي آهي



٥

بَرُ نہ سِي بوتا، وَڃو، وَڃو هوتا،

مان ۾ پاڙو پَرت جو!

مُون هي ميرا ڪَپڙا عمر سڃي ڏوتا،

مان ۾ پاڙو پَرت جو!

اَڄُ بہ آؤنا ڪالهہ جئن چُنيون ۾ چوتا،

مان ۾ پاڙو پَرت جو!

ڪيڏا آيا ڪيچ مان ڪَر ڪاهي ڪوتا!

مان ۾ پاڙو پَرت جو!



○

تُون ٿي نانهه مليرُ

آءُ اُهائـــي مارئِي!

توئِي وِهُ تي واريو پنهنجو پاڪُ پنيرُ،

آءُ اُهائـــي مارئِي!

آهه اُجايل اڳــ جيان مُنهنجو ساهُ سريرُ،

آءُ اُهائـــى مارئِي!

هاء، آيا ڳي ماء تو كاريو پنهنجو كيرُ،

آءُ اُهائـــي مارئِي!

او ڳيا! تون ڇا اُگهندينءَ مُنهنجي نيڻان نيرُ!

آءُ اُهائـــي مارئِي!



○

جانِ جانِ جيان آنءُ
تانِ تانِ تنهنجو نانءُ
سون ڪان سُور نہ وسري-

ڏاڍا تتا ڏينھڙا
للت نہ لنوي ڪانءُ!

واجھُہ نہ وجھي اوپرو
توتي ھہ ڪيِ ھانءُ!

ٽُرُ ڪُجاڙو تو ٻنان!
سون کھڙو ٽِرُ ٽانءُ!

ڏات ٻہتو بن ڏنءُ ڏنو
ڏانءُ نہ آيو ڏانءُ!

تو بنِ آنءُ نہ آنءُ
ساجن! تنهنجو نانءُ
سون ڪان سُور نہ وسري-



○

مَکي چار چَتَن
جيجان تن جتن
ساريان پٽي سڱ کي
او شل! اچن اوچتو
واري واڳ وطن،
جيجان تن جَتن
ساريان پٽي سڱ کي
ڏونگر منجھ ڏکوئيو
ڏاڍو ڏيھَن تَتن،
جيجان تن جَتن
ساريان پٽي سڱ کي
پٽُن ۾ پٽڪائيو
تَن جي پار پٽَن،
جيجان تن جَتن
ساريان پٽي سڱ کي

تانگهہ اُنهن جي تانگهيان
تات اُنهن جي تَن،
جِيجان تن جَتن
ساريان پئي سِڪَّ کي



○

جيڏيـون شال جِيـنِ

پرديسي پانڌيڙا !

سونارن جڙن سَنڌيو، روحَن رِيهہ ڏِيَن،

پرديسي پانڌيڙا !

اکيون جن لئہ آليون ڪَيو جُهڙَ جِهمَن،

پرديسي پانڌيڙا !

اکيون آتِ آڪنڍيون، جن جي سُونهن سِڪَن،

پرديسي پانڌيڙا !

مَنَئُون مُور نہ وسريا، سهسين سالَ ٿِيَن،

پرديسي پانڌيڙا !

ڪُهہ چاڻان ايندا ڪڏهن واري واڳ وَطن،

پرديسي پانڌيڙا !

ڪُهہ چاڻان ڪَنهن رُتِ ۾ مون سان ميڙ وڪَن،

پرديسي پانڌيڙا !





تُون ته وسين پِي پارَ، مُون
ڏينهُن نه آلهي ڏَمَّ سان

ڀِڪُون ساهون سِير جي
ڀَڃن ڪو نه پتارَ، سُون
ڏينهُن نه آلهي ڏَمَّ سان

پرڪين ٿو مون ڪي ميان
ويهي پاڻ پَرارَا سُون
ڏينهُن نه آلهي ڏَمَّ سان

روز جڳائن جيءَ ڪي
واڳيتيل وِيچارَ، سُون
ڏينهُن نه آلهي ڏَمَّ سان

آپَ ـ ڪَپي اوڙاهہ جا
ٻُرَن ڪُنَّ ڪَپارَ، سُون
ڏينهُن نه آلهي ڏَمَّ سان

ڏار ٻہ هوندي، آڌهہ تون
مون کان مورُ نہ ڏارَ، مُون
ڏينهُن نہ آلهي ڏَمُ سان



○

آءٌ سدا ٻــي پــارِ!

سُهڻيءَ سوچيو سيرَ ۾

جُلي جاجي آئيا- ها، پرَ ڪيرَ ڪُنوارِ!

سُهڻيءَ سوچيو سيرَ ۾

لِڪي مُنهنجي ليکَ ۾ آهي لوڪَ ميار،

سُهڻيءَ سوچيو سيرَ ۾

ڪُنَّ ڪپيندي ڪيرَ ٻِي، اونو ڪنهن اوراَرِ؟

سُهڻيءَ سوچيو سيرَ ۾

وَرَ وريتيون ڪيتريون ڪا ڪا تَري تارِ،

سُهڻيءَ سوچيو سيرَ ۾

تُون ٿي مُنهنجو آجپو، مان ٿي تو آڌار،

سُهڻيءَ سوچيو سيرَ ۾



o

پيچ پنيءِ پيچ گهڙَ ـ
پويان پاڇا رات جا

ڪيڏي ڪاري رات آ
ڪيڏي لنبي ڪڙَ!
پويان پاڇا رات جا

اوندهه آتر واءُ ۾
پاڻيءَ تي پڻ ـ جهڙَ ـ
پويان پاڇا رات جا

ساه پنهنجو پيچرو
وِڪ نه جاڻي وَڙَ ـ
پويان پاڇا رات جا





آرٽِ نہ اوبيءَ آنَّ

آجُ ڇا کان ڪاپائتي؟

ڇَرخو ڇو هِئن ڇُپّ آ؟ اڱٺِ ايڏي سُنَّ!

ڪالهوڪيون ڪاپائتيون ڳرڪايون ڪنهن ڪُنَّ!

ويهُہ نہ وِنگيءَ ٽَڪُّ سان، ڇَپَن لائي ڇُنَّ.





ساوَڪ رُت ۾ ساڏورا هيل ڏـ آئين تون ،
آيا سَرءِ ڏينهڙا

هَنجَ ٱڏاڏا، سَر سُڪا، ڪُڄاڙيون ڪوڙيون!
آيا سَرءِ ڏينهڙا

آهن ٱتر واءَ جُون آتڻ ۾ اوتُون ،
آيا سَرءِ ڏينهڙا

مان ۽ آرتَ ٱٻاڏڪا، چار جڏيون جيڏيون!
آيا سَرءِ ڏينهڙا





تو ڪان سوا ميندرا ٻي ڪنهن کي چاهيان؟

آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٽان!

ڪيسين ٻاري ڏيئڙا سنجهي ڪَرَ ساهيان؟

آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٽان!

مون جي مُڪرا پاند ۾ ڪنهن سان وراهيان؟

آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٽان!

ڪيسين ساريءَ لوءِ سان لاڳاپا لاهيان؟

آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٽان!

جُنياري تي جڳ ۾ ڪيسين نباهيان؟

آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٽان!

تو ايندي مان آهيان، تُون ناهين، ناهيان،

آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٽان!



○

هِيءَ جا ڏُوڏرن ڏات،
لوئڙ يارن لات،
منهنجي مُلڪ ملير جي!

روڪي روڪيان ڪيترو
وائِي آڻي وات،
منهنجي مُلڪ ملير جي!

سونَ سَريڪا سِجّ جا
سُپنا ساري رات،
منهنجي مُلڪ ملير جي!

گُونجِي مُنهنجي گيت مان
ڀِڏري ٽي پريات
منهنجي مُلڪ ملير جي!

•••

○

چاريُن پَر چايُون
پنهنجون پرايون
ڳالهه مڙيوئي هِڪڙي

هر ڪو هر ڪنهن جا وَتي
ڳَٽ ڳچيءَ پايُون،
ڳالهه مڙيوئي هِڪڙي

ڳالهه تہ آهي وَڏَ جي
چا بہ هُجن وايُون!
ڳالهه مڙيوئي هِڪڙي

هِيڻَن هِيڻايُن ستان
ڏاڍن ڏاڍايُون،
ڳالهه مڙيوئي هِڪڙي

تُنهنجا ڳوڙها مون رُنا
توکي ڳَر لايُون،
ڳالهه مڙيوئي هِڪڙي



○

لُنءُ لُنءُ نڪتِي لاٽَ
ڪُونجُون ڪُٽڪيون روهہ ۾

جهرمر جوت ٻرِي پٽِي
آئــي ڇَــپَــر ڇــاٽ،
ڪُونجُون ڪُٽڪيون روهہ ۾

جرڪِي پيٽي جِيءَ ۾
وانگيٽڙن جي واٽَ،
ڪُونجُون ڪُٽڪيون روهہ ۾

ڏورانهين جي ڏاهہ سان
آيـريـا اوچـا ڳاٽ،
ڪُونجُون ڪُٽڪيون روهہ ۾

مارڳ ۾ مَرڪن پيا
لـڪـئـي ساڻ لِلاٽ،
ڪُونجُون ڪُٽڪيون روهہ ۾





مَتي تنّ مَچن
او شل ڪَنڌَ نچن
او شل جرڪي جنڊڙي!

ڪيڏي "ڪان" ڪان ڪُوڙجي،
ساڏي چُپّ سچن!
او شل جرڪي جنڊڙي!

ڏهڪايو آ ڏيهه کي
ڏاڍو هيل ڏچن،
او شل جرڪي جنڊڙي!

ڊوَ تي ڪاڏو ڊونڍي کي
پيهر ٻانڀَ ٻچن،
او شل ڄرڪي جنڊڙي!

هيڏا هاڃا ٿا ٿين،
ڏسجي ڪير ٻَچن!
او شل جرڪي جنڊڙي!

اورانگهڻ اوڙاهہ ڪسي
نـاهي ڪَنُّ ڪچن،
او شل جرڪي جنڊڙي!

شل ڪي سونهان سِير جا
واهڙَ وِچِ آچـن،
او شل جرڪي جنڊڙي!



٥

رَتو رُنو راتِ،
رانجهن جهنگ سيال تي.

هِير ڏٺي تي ڏيهه ڪي
وِهُه جون وڻيون واتِ -
جوڳين جِيءُ جلائيو
ڪيڙهي مُور نه ماتِ -
ويرِي وارث شاه جا
پڌرا ڪَر پريات!

رَتو رُنو راتِ
رانجهن جهنگ سيال تي.



○

جَبَل جاڙَ وڏاه،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!
سِجّ! تکا ڪر ترورا تروچا تيرَ وَساء،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!
واءِ! وَسيهر جان وَرِي جيڀ اجا جرڪاء،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!
ٻَتر! مُنهنجا پيرڙا گهاء اجا پي گهاء،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!
ٻانُ تہ پنهنجو پر ڪيان هلندي هو تن لاء،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!



○

جَــر - ڏيئا جهمڪن،

سندُو تُنهنجي سِيرَ تي

ڪاريون راتيون ڪاٽيون
تــارن ســان ٽِمــڪن

سندُو تُنهنجي سِيرَ تي

آتَــرُ، پيــرَن جهلنجهوا،
چوليون ٽيون چِمڪن

سندُو تُنهنجي سِيرَ تي

ڇا ڇا مُنهنجيءَ ڏات سان
چانــدوڻــا چِــمــڪن!

سندُو تُنهنجي سِيرَ تي



○

توکي کهڙي کَلَّ،
جيءَ نہ اچي جهَلَّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

کارونجهر جون کامڻيون
ڳاڳين ڳاڙها ڳَـلَّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

اکڙيون آتِ آکنڊيون
کارُون منجهہ کَجَلَّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

چَپَّ ڪچيون ڪچنار جون
مُکڙيون ماکَ - پنلَّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

کيڻي کينجهر کَنڊئين
نورُيون ، نيلَ ڪَنولَّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

آڏرن ٿا جنهن جوءِ تي
پاريهر جان پَلّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

ڪونجون ڪُڙڪن روهہ ۾
تارن هيٺان تَلّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

باڪُون ساڪُون سونهن جون
راتيون رُوپ رَتلّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

آتر اوتون واءِ ۾
وچين ويلي آلّ،
مون کان سِندُ نہ وسري

تون چا چاڻين اوپرا
توکي ڪهڙي ڪَلّ!
مون کان سِندُ نہ وسري

نيٺ تہ ڦرندا ڏينهڙا
چانگي سارا چلَ،
مون کان سِنڌُ نہ وسري
مون کان سِنڌُ نہ وسري ...



○

پيچ پنيءَ پوتارَ
کَرا ڏِٺا ڪيپ ۾

ڪــــرا رَتُّ چڪندڙا
اُجــرِي آنَّ مــيــارَ ـ
کَرا ڏِٺا ڪيپ ۾

ڪــرا پگهر واسڻان
پورهيت آتَ پُڪارَ ـ
کَرا ڏِٺا ڪيپ ۾

ڪرا ٻارن ڪُڏڪيون
پــوڙهــن پالــٹــهار ـ
کَرا ڏِٺا ڪيپ ۾

ڪرا سُرمي سيند جا
وَنيـن ۾ ويــچــارَ ـ
کَرا ڏِٺا ڪيپ ۾

ڪرا جوين ڏينهڙا
ڳيرن جي ڳٽڪار.
ڪَرا ڏٺا ڪيپ ءِ
ڪرا پيرن هَٿڙا
آذر لـــه آزار.
ڪَرا ڏٺا ڪيپ ءِ
گُنديونُ گوندرسان پريون
ڪـــرا وِچ بزار.
ڪَرا ڏٺا ڪيپ ءِ
گهَر گهَر پينگ، پلاوڻا
ويهي ڪن واپارَ.
ڪَرا ڏٺا ڪيپ ءِ
مَوڪِي مچّ مٿي ڪئي
ڪارائي، ڪمدارَ.
ڪَرا ڏٺا ڪيپ ءِ



○

ساجُهر توڙي سَنجهه،
سُپنا ساڳيا ساهه ۾
ڪيڏي ڪارونيار ۾
هَٿَ اُئين ئي وَنجهه،
سُپنا ساڳيا ساهه ۾
گونج اڳي جان گيت جي
ڏات اڳي جان ڏَنجهه،
سُپنا ساڳيا ساهه ۾
جيون ـ جُگنو چمڪيا
اڄ ڪي اڪين مَنجهه،
سُپنا ساڳيا ساهه ۾



o

جـِيءِ جَهپايـو آپُ
ماکَ پوي ٿي مانگهہ جِي

رهَڙن ٿا جڻ چنبَ جو
چِـهـرو اوچـا ڏَيُّ،
ماکَ پوي ٿي مانگهہ جِي

ڏرتيءَ ۾ دهڪن پيا
ڪيئِي ڳاڙها ڳِيُّ،
ماکَ پوي ٿي مانگهہ جي





نيٺ تہ بادل برسيا پُورَ جهليا پُوهَن ،
وٺا مينهن ملير تي

ڪيڏو ڪاريءَ آسَّ ۾ لهسايو لُوهَن !
وٺا مينهن ملير تي

ڪيڏا وَرت چِڪائيا ڪانئنَ ڪانَ ڪُوهَن !
وٺا مينهن ملير تي

شال سدائين سرتيون ساوڪ ۾ سُونهَن !
وٺا مينهن ملير تي



○

ڇَن ڇَن ڪَن ٽا ڇَنَّ
پايل پـايـل ڇـَنَّ ،
اُڏو ميـنهن اگُوندرو

پلر جي پالوٽ مان
ڏوٽـا مـاُرن مَنَّ ،
اُڏو مينهن اگُوندرو

مُڃن مُرڪ مليرجي
ڪَڇَن ڳاڙها ڳـَنَّ
اُڏو مينهن اگُوندرو

لڇَن لوڏون لاڪ سان
ڇـَڇَـن اڇَا آنَّ ،
اُڏو مينهن اگُوندرو

گهَڙا چاڙي چيلهه تي
ٽاٽيا تـن جا تَنَّ ،
اُڏو مينهن اگُوندرو

ڪيڏو مَن کي ڀانئيا
ساجُهر سانجهيءَ ونَّ!
اُنو مينهن اگُوندرو



○

وچـون وجـهـي ورّ
ڪُٽسن منجھ ڪکرَ،
بوند نہ وسي بُٽّ تي
گولاڙن ۾ گـلـڙا
ايندا، ڪنهن کي ڪَرَّ!
بوند نہ وسي بُٽّ تي
واجھہ وجهي تي آيـ ڏي
وَر وَر تـتـي ڏَرَّ،
بوند نہ وسي بُٽّ تي
سُڃّ سنيهـا ڪيتـرا
پارِ نـہ آڏرن پَرَّ،
بوند نہ وسي بُٽّ تي
سَڄڻ! سانوڻ ساء اچ
وَسُ هِي پَٽ پڌرَّ!
بوند نہ وسي بُٽّ تي





اڪيـون اڪـيـن سانُ
ڳالهائن تيون ڪِجهہ ۾.
ساجن سونهن ورونهن جو ناهي ڪِٿن ڪـاڻُ.
ساجنُ روپَ سروپَ ۾ پلاءُن جـو پاڻُ.
چڪي ويو چوهہ سان منَ ڪي مهراڻُ.
پرُنـدڙ پکون سِير ۾ چوليون آپّ آـاڻُ.
پائـي ڳِلَ ڳراڏـڙيون پاڻَ سچاتو پـاڻُ.



○

## آرَ اُڪاري ڪيرُ!

نہ ڪنهن ناوَ نہ ترهو،

گهور گهٽائون گهاٽ تي پو بہ نہ پٽ تي پيرُ،

ڪيڏو ڪارونيار آ ڪيڏو واڳن ويرُ،

گهوريا جيئڻَ ڏينهڙا ساجن سنگ متيرُ.



○

رتـا مـولـهـ مَـتَّن،
پـانـڌي مَـتّ پَـتَّن.
ڏسندي لهندم ڏکڙا!
ن
رڳـو جيءَ جَـلائـيـو
ور ور جـوت ـ جَـتَّن.

ڏاگها ڏور، ڏهاڳڻيون
ساڳيو مَـرُم نَـتّـن.

سرتيون سج آيار سان
اچـڻو نيـت آتّـن.
ڏسندي لهندم ڏکڙا!



○

ٻڌيءِ ڏيتِ نہ اڄ، لالڻ لاءِ نہ ڏينھڙا!

ڪاريون راتيون ڪسونيون، پل پل ڪوڙو ڪچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينھڙا!

جھانجھر آڇي سون چوَنَ، نيچ نگر ۾ نچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينھڙا!

جيئڻُ جھيٽي باھڙي، مَچُ نہ ساڳيو مچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينھڙا!

ڪوڙَ پسارو جندڙي، ساجن تون ئي سچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينھڙا!



ڪام نہ ڪرهي مار،
سوتي منجهہ مهارَ
جنهن کي پنهونءَ پوئيا

ڪولي پُنءِ پنيور جي
جنهن جي نيڻُ نهارَ-
ڪام نہ ڪرهي مار...

ٽَليون ٽوئرن سان ميان
جن ۾ پَنڌَ- پُڪارَ-
ڪام نہ ڪرهي مار...

گونج ٻڌين ٿو گيت جي
جئن ڪا ڪونج آڏارَ!
ڪام نہ ڪرهي مار...



جھيــٺــي اڱـــاريـــن

ڪيسين سيڪيان هٿڙا !

ڇو ھڻن پيالي ۾ پٽ جا ڏيئا ٿو ٻارين !

۽ پو اوت الاوَ جي منهِ ۾ تي هارين ؟

منهنجي ۾ آج آسات ڪي جرڪي جيئارين !

واري جيئڻ جا جهلا مون کي ڏو مارين !

او شل سرچي سِڪ سان پرچي پيئارين !



o

سانجهيءَ سجّ ٻڏو،
رڻ ۾ پئي راتڙي.
ڪَٽڪي اڄ ڏکونجڙين
هَنيو روهه ٽُڏو،
رڻ ۾ پئي راتڙي.
تاري ٿمڪو ناهه ڪو
سارو آپُّ ٻُڏو،
رڻ ۾ پئي راتڙي.
ها، پر مون ساٿيارڙيو
ستان لڪ لُڏو!
رڻ ۾ پئي راتڙي.
تن ڪي چئو ايترو
'ڪَرها ڪَهت ڪُڏو!'
رڻ ۾ پئي راتڙي.



○

ڪتي رات پئي،
رڳو روهه رئي-
نه ڪو پڳُ نه پهيڙو.

ڪنوڻ ڪِجي آيُ ۾
ڪاريءَ ڪِپ وئي-
نه ڪو پڳُ نه پهيڙو.

جُهڙ ۾ جهيڙيءَ باهه جئن
ڪُوڪَر ڪونج ڪئي،
نه ڪو پڳُ نه پهيڙو.

چَپَّ سلايئه اوچتو
مون کي چنگ ڏئي،
نه ڪو پڳُ نه پهيڙو.



○

واڪا ڪري واءِ!

ڪيڏو تتي تاءِ!

ڪيڏا ڪوسا ڪڪرا!

اهڙيءَ سُجَ اپارَ ۾ ڪهڙو سات سماءِ!

پنهنجن پيرن جو پيو چرڪائي پڙلاءِ.

ماڳُ نه ڀيڙو ڀاڳ ڪي لُنءِ لُنءِ پو به لڳاءِ.

آءٌ آساهو، ڏيرِ ڏي مون ڪي ڏرتي ماءِ!



○

هِيءَ تنهنجي يـاري
ڪُنڍِي ڪاپـارِي!

مون ڪان مُور نہ وسرين.
مور نہ وئين مَنَّ مان اڇي هيڪاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
جُڙي مون سان، جنڊڙي تو جئن جيٺاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
تو بن مان جئن لُڪَّ ۾ ٿانـگر جي ٿاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
تو بن مان جئن سمنڊ جي وِيرَ بنان واري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
آءٌ آجهاٺـل ڏيٺڙو ۽ تون ڏيـاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.



○

او شل هوت اچن

اکيون جن جي آسري!

هو جي ڳاڙهيون لونگيون ڪلهن مٿي ڪن،
اکيون جن جي آسري!

جن لئه منهنجا پول جئن گرڀيون ساڻ گلن،
اکيون جن جي آسري!

جن وٽ منهنجون ڳالهڙيون جئن ڦل ڦاڪ ڦلن،
اکيون جن جي آسري!

جن سان منهنجو نينهن جئن ساوڻ مينهن وسن،
اکيون جن جي آسري!

ڏاهي سارا ڏوهه شل مون وٽ ڏاهو ڪن،
اکيون جن جي آسري!





تنهنجيءَ جوڙ جهاڪ

موهن، مون من موهيو.
مون ۾ ور ور وسوسا، پيارَ نہ ڪائي پَڪَّ.
موهن، مون من موهيو.
مون مَنُ ڪاسهہ ويڙهيو، ٻاهر جهولا جَهڪَّ.
موهن، مون مَن موهيو.
پٽ پٽيهر ٿي ويا مون لئہ ترچا لَڪَّ.
موهن، مون من موهيو.
ڏک بہ ڏِاڙهونءَ گُلڙا، ڏڪَّ بہ کهڙا ڏَڪَّ!
موهن، مون من موهيو.
مون ۾ سِپ ڪان اڳ ۾، تنهنجي سينهن سَهڪ.
موهن، مون من موهيو.
او شل اچين اوچتو، واريءَ ڦُلن آڪَّ!
موهن، مون من موهيو.
صدين سان سَرچي وڃي مَنهنجو پَلُّ پَلَڪَ.
موهن، مون من موهيو.



○

آڌر، اڙي او ڪانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين؟

تون ڇا ڄاڻين بانورا، اڄڪلهہ سڄڻ سانگ!
نرجا، چالئہ ٿو لنوين؟

سُرسو سُڪو اڪڙئين، مُکرا سُڪا سانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين!

رڻ ۾ روجهہ چُپي ويا، ڏيٺي چوهہ چلانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين!

آءُ بہ پوان آهلي، سُڻي سانجهيءَ بانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين!





پُنءِ پاري ، گَھرُ ڏُور ،

ڪَرها آرها پنڌ ۾

مون کي سنهنجي جيئري سلڻو ناهين مُور-

پوءِ به ڦُلن ڇانو آ پرين تنهنجو پُور-

لُنءِ ۾ مون نه لڪائيو تَتي ڏينهَن تنورُ-

شال نه لڳي لنوَ تئي، لڳ، ته ٿيا چورُ-

پُنءِ پاري گَھرُ ڏُور !



○

ڪــلَ ڪـتــوريءَ جــيـئـن

سُرهيون ساجــن ڳالهڙيـون.

ڪنول ڪارونيار ۾ اڪيـون اڪيـن سِيئَن،

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

وڳا سُرَّ سرير ۾ اڳ نہ ڪڏهن ايئَن،

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

جئن ڪي ڪَرڪن ڪونجڙيون تَنَّ تنوارون تيئَن،

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

جنهن سون جيءَ سُواسيو تنهن بن ڪندس ڪيئَن!

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.



o

كَكَرَ جهڙُ كارو

لِيڙا مانڊِا لُڪ ۾.

اکين ڪان اوجهل ڏيو پنهون، پنارو.

ڪَهنڊي اڄ مون سوچيو 'کَهڙو ڪاهيارو!

"لَڪن لڙڪان ڪيترو، اوڙهي انڌارو"!

"نہ مون لات للات ۾، نہ تون کو تارو،'



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِه ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيَن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمر - گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَر جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو ته ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)